عزيز الله پوهيو

# بلاسفيمي لا

## توهين رب تعاليٰ، توهين قرآن، توهين رسول ڪندڙن جي باري ۾ قرآن حڪيم جي فتويٰ

قرآن حڪيم ۾ ڪنهن جي مٿان ٺٺول ڪرڻ، گار ڏيڻ ۽ ڪنهن کي هلڪڙو بڻائي ذليل ۽ حقير ڪرڻ لاءِ "استهزاء" جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي.

استهزاء جو لفظ پنهنجي مختلف صيغن ۾ پوري قرآن ۾ چوٽيهه ڀيرا استعمال ڪيو ويو آهي جنهن جي معنيٰ هر موقعي تي، مذاق، چٿر، ٽوڪ، طنز وغيره آهي، جنهن جي ذريعي ڪنهن کي خسيس بنائڻ ذليل ڪرڻ، هلڪو ۽ حقير ڪرڻ مراد هوندي آهي.

قرآن حڪيم ٻڌائي ٿو ته قُلْ اَبِاللّٰهِ وَاٰيٰتِهٖ وَرَسُوْلِهٖ كُنْتُمْ تَسْتَهْزِءُوْنَ ﴿٦٥﴾ (حوالو. سورت توبہ آيت نمبر 65) يعني چئو تون (اي رسول) ته ڇا توهان الله ۽ ان جي آيتن ۽ انجي رسول تي چٿرون ڪري رهيا آهيو؟ انهن جي مذاق اڏاري رهيا آهيو؟

قرآن حڪيم جي ڏس مطابق الله جي پهرين نبي نوح کان وٺي آخري نبي محمد عليهما السلام تائين سڀن نبين ۽ رسولن مٿان انهن جي دور ۾ ماڻهن انهن جي توهين ڪئي آهي، انهن کي مليل ڪتابن ۽ آيتن جي به توهين ڪئي آهي (حوالو سورة الحجر 15- آيت نمبر 11).

## بلاسفيمي ۽ توهين رسالت جي ڏوهه بابت، قرآن حڪيم ۾ اهڙن ڏوهارين سان ڪهڙو سلوڪ؟

فَاصْدَعْ بِمَا تُؤْمَرُ وَاَعْرِضْ عَنِ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿٩٤﴾ اِنَّا كَفَيْنٰكَ الْمُسْتَهْزِءِيْنَ ﴿٩٥﴾ (سورة الحجر15- آيت نمبر 94 ۽ 95) يعني پوءِ تون کولي بيان ڪر اها ڳالهه جنهن جو توکي حڪم ڪيو ويو آهي ۽ مشرڪن کان منهن موڙي پاسيرو ٿي رهه تون، پڪ سان اسان ئي ڪافي آهيون تنهنجي لاءِ تنهنجي توهين ڪندڙن ۽ مذاق ڪندڙن جي مقابلي لاءِ.

غور ڪيو وڃي ته هن آيت ڪريمه ۾ جناب خاتم الانبياء عليہ السلام کي حڪم ڏنو ويو آهي ته (اي رسول تون صرف مون الله جي ڏنل احڪامن کي کولي کولي بيان ڪندو رهه. پوءِ جيتري تائين تنهنجي توهين ۽ گستاخي ڪرڻ وارن جو سوال آهي ته آئون الله ئي انهن جي مقابلي لاءِ ڪافي آهيان.

هن آيت ڪريمه منجهان ثابت ٿيو ته رب تعاليٰ توهين رسول ۽ گستاخيءَ رسول جي ڏوهارين کي هتي هن دنيا جي زندگي ۾ حڪومتي ۽ رياستي پاور سان سزا ڏيڻ کان روڪي رهيو آهي ۽ اهڙن ڏوهارين کي سزا ڏيڻ جو معاملو ۽ ذميداري پنهنجي مٿان کڻي رهيو آهي ان جي فلاسفي هيءَ سمجهائڻ گهري آهي ته جيڪڏهن توهان انهن ماڻهن کي هتي دنيا ۾ سزا ڏيندؤ ته مخالف ماڻهو هي هل هلائيندا ته قرآن ۽ انجي رسالت ۾ ڪابہ انساني فلاح ۽ سچائيءَ واري معقوليت ڪانهي، مسلم امت وارن جو هي دين جبر ۽ ڏنڊي سان سرڪاري طاقت سان ماڻهن مٿان ٺاڦيو ويو آهي. سو جيڪڏهن ڪابہ حڪومت يا فرد اهڙن توهين ڪندڙ ماڻهن کي هتي دنيا ۾ سزا ڏيڻ کي جائز ۽ روا سمجهندو ته ان گوياڪ مٿين آيت قرآن اِنَّا كَفَيْنٰكَ الْمُسْتَهْزِءِيْنَ يعني الله جي ڪافي هجڻ کي قبول نہ ڪيو ۽ الله جي مٿان بہ ڀروسو نہ ڪيو ۽ پاڻ کي الله کان وڌيڪ غيرت مند ڄاتو.

توهين رب تعالىٰ، توهين قرآن ۽ توهين رسول يعني جملي نبين جي تعليم جي انڪارين لاءِ قوم عاد، قوم ثمود، فرعون جهڙن منڪرين رسالت لاءِ قيامت تائين رب پاڪ اعلان فرمايو تہ اِنَّ رَبَّكَ لَبِالۡمِرۡصَادِ ﴿۱۴﴾ (سورة الفجر آيت 14) يعني (اي رسول) تنهنجو رب اهڙن سين توهين ڪندڙ منڪرن جو گهٽ روڪيون بيٺو آهي هنن کي ان گهٽ تائين صرف پهچڻ ڏي. تنهنجو ڪم رڳو نصيحت ڪرڻ آهي فَذَكِّرۡ ؕ اِنَّمَاۤ اَنۡتَ مُذَكِّرٌ ﴿۲۱﴾ لَسۡتَ عَلَيۡهِمۡ بِمُصَيۡطِرٍ ﴿۲۲﴾ (سورة الغاشيہ آيت نمبر 21 ۽ 22) تون انهن جي مٿان ڪوئي داروغو ناهين فَاِنَّمَا عَلَيۡكَ الۡبَلٰغُ وَعَلَيۡنَا الۡحِسَابُ ﴿۴۰﴾ (سورة الرعد13- آيت نمبر 40) تنهنجي ذميداري (منهنجي ڪتاب کي) پهچائڻ آهي ۽ ماڻهن کان حساب وٺڻ اهو مون الله جو ڪم آهي.

محترم قارئين! هيتري تائين بيان ڪيل آيتن منجهان فڪري ۽ نظرياتي تعليم ۽ انکي پهچائڻ واري رسول جي توهين ڪرڻ وارن بابت ڏس هي آهي تہ انهن کي هتي دنيا ۾ ڇڏي ڏيو آئون الله اهڙن سين جو گهٽ جهليو بيٺو آهيان انهن کي مون تائين ۽ آخرت واري جهان تائين صرف پهچڻ ڏيو انهن سان حساب توهان نہ ڪيو اهو ڪم منهنجو آهي.

محترم قارئين! توهين رسول ۽ توهين رسالت ڪرڻ وارن بابت قرآن حڪيم جي مٿين آيتن جي تائيد خود قرآن حڪيم جو موقف مرتد ماڻهن بابت يعني دين ڇڏي ڦري وڃڻ ۽ دين جو انڪاري بنجڻ وارن لاءِ دنيا جي اندر قرآن جو فيصلو بہ غور سان پڙهي ڏسندا جيڪو توهين ڪندڙ ماڻهن سان سلوڪ واري پاليسي جي مڪمل تائيد ڪري ٿو. يعني مرتد جي سزا بابت قرآن جو حڪم ۽ نظريو: وَمَنۡ يَّرۡتَدِدۡ مِنۡكُمۡ عَنۡ دِيۡنِهٖ فَيَمُتۡ وَهُوَ كَافِرٌ فَاُولٰٓئِكَ حَبِطَتۡ اَعۡمَالُهُمۡ فِى الدُّنۡيَا وَالۡاٰخِرَةِ ۚ وَاُولٰٓئِكَ اَصۡحٰبُ النَّارِ ۚ هُمۡ فِيۡهَا خٰلِدُوۡنَ ﴿۲۱۷﴾ (سورة بقره 2- آيت نمبر 217) يعني جيڪو بہ ماڻهو موٽي وڃي توهان منجهان پنهنجي دين کان پوءِ ان جا عمل رائگان ٿي ويا دنيا ۽ آخرت ۾ ۽ اهي سڀ جهنمي آهن اهي ان ۾ هميشہ رهڻ وارا هوندا.

غور ڪيو وڃي تہ هن آيت ڪريمہ ۾ ڪليل نموني سمجهايو ۽ ٻڌايو ويو آهي تہ مرتد جي سزا آخرت جي جهان واري باھ آهي ۽ اهڙن ماڻهن جا دنيا ۽ آخرت لاءِ ڪمايل سڀ عمل ضائع ۽ اجايا قرار ڏنا ويندا. مطلب تہ جهڙي طرح توهين رسول ۽ توهين رسالت جي ڏوهاري کي دنيا ۾ سزا ڏيڻ بدران آخرت ۾ سزا ڏني ويندي اهڙي نموني دين کان ڦري ويندڙ ماڻهوءَ لاءِ بہ رب تعالىٰ دنيا ۾ انکي سزا ڏيڻ بدران آخرت اندر دوزخ جي باھ واري سزا ٻڌائي آهي. اجا وڌيڪ مرتد ٿي دين کان ڦري وڃڻ واري ماڻهو لاءِ قرآن حڪيم بين لفظن ۾ هيءَ بہ پڌرائي ڪئي آهي تہ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا مَنۡ يَّرۡتَدَّ مِنۡكُمۡ عَنۡ دِيۡنِهٖ فَسَوۡفَ يَاۡتِى اللّٰهُ بِقَوۡمٍ يُّحِبُّهُمۡ وَيُحِبُّوۡنَهٗۤ ۙ اَذِلَّةٍ عَلَى الۡمُؤۡمِنِيۡنَ اَعِزَّةٍ عَلَى الۡكٰفِرِيۡنَ ۖ يُجَاهِدُوۡنَ فِىۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ وَلَا يَخَافُوۡنَ لَوۡمَةَ لَآئِمٍ ؕ ذٰلِكَ فَضۡلُ اللّٰهِ يُؤۡتِيۡهِ مَنۡ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ وَاسِعٌ عَلِيۡمٌ ﴿۵۴﴾ (سورة مائده 5- آيت نمبر 54) يعني! اي امن ڏيڻ جا ذميدارو! جيڪڏهن ڪوئي بہ شخص اوهان منجهان موٽي ٿو وڃي پنهنجي دين کان تہ پوءِ عنقريب آڻيندو الله عزوجل اهڙي قوم کي جو محبت ڪندو انهن سان ۽ اهي بہ محبت ڪندڙ هوندا الله سان نرم ۽ مهربان هوندا مؤمنن تي غالب هوندا ڪافرن مٿان جهاد ڪندڙ هوندا الله جي راھ ۾ ۽ نہ ڊڄڻ وارا

هوندا ملامت ڪرڻ وارن جي ملامت کان. اها الله جي پلائي آهي جيڪا ڏئي اها جنهن کي چاهي قانون مشيت انجو، الله ڪشادگي ڪندڙ ڄاڻڻهار آهي.
غور ڪيو وڃي ته هي ٻئي آيتون دين کان ڦري ويندڙ مرتدن جي لاءِ آهن ۽ توهين رسول ۽ توهين رسالت جي ڏوهارين وانگر انهن کي دنيا ۾ هتي سزا ڏيڻ بدران آخرت جي جهان ۾ باهه ڏيڻ جي ڳالهه ڪن ٿيون، جنهن منجهان هي به ثابت ٿيو ته رب تعالىٰ قرآن ۾ گستاخ رسول ۽ مرتد جي لاءِ هڪڙي ئي سزا آخرت جي جهان واري دوزخ جي باهه جوئي فيصلو ڏنو آهي.
قرآن حڪيم جي، انهن ڏوهارين لاءِ فيصلي جي تائيد ۽ فلسفو آيت ڪريمه لَآ اِكْرَاهَ فِي الدِّيْنِ ڐ قَدْ تَّبَيَّنَ الرُّشْدُ مِنَ الْغَيِّ (سورة البقره 2- آيت نمبر 256) منجهان به ثابت ٿي وڃي ٿو. جنهن جي معنىٰ هيءَ آهي ته دين مڃائڻ لاءِ زور زبردستي ڪانه ڪبي ماڻهن کي هتي دينا ۾ صرف هدايت ۽ گمراهي سمجهائڻي آهي ۽ حق سچ جي انڪاري ماڻهن جو فيصلو آخرت واري جهان ۾ ڪيو ويندو ۽ وڌيڪ آيت ڪريمه لَكُمْ دِيْنُكُمْ وَلِيَ دِيْنِ (سورة الڪافرون 109- آيت نمبر 6) توهان جو دين توهان کي نيباهه هجي ۽ مونکي منهنجو دين. هيءَ آيت دنيا ۾ دين جي منڪرن کي ۽ توهين ڪندڙن کي سزا ڏيڻ جو انڪار ڪري ٿي.

## بلاسفيمي لا

مذهب جي توهين جو هي خلاف قرآن قانون ذوالفقار علي ڀٽي پنهنجو اقتدار وڌائڻ لاءِ پنهنجي دور حڪومت ۾ مذهبي پيشوائيت وارن کي راضي رکڻ لاءِ انهن جي چوڻ تي آئين ۾ شامل ڪيو هو.
بلاسفيمي لا نالي هن قانون جو مسلم دنيا جي اندر بڻ بڻياد اڄ کان اندازاً تيرهن سؤسال اڳي جناب خاتم الانبياء عليہ السلام جي جاءِ نشين قريش خليفن جي حڪومت کي ان دور جي اتحاد ثلاثه يهود مجوس ۽ عيسائين جي اتحادي فوجن جنهن وقت شڪست ڏني آل رسول جي دعويدار عباسي خلافت پنهنجي حڪومت قائم ڪئي، جنهن حڪومت ۾ قرآن منجهان دين سکڻ مٿان بندش وڌي وئي جيڪا اڄ تائين جاري آهي. ۽ سندن اتحادي روم فارس ۽ يهودي دانشورن هٿان فرقي واريت تي مبني نهرايل خلاف قرآن علم روايات کي مسلم امت جي لاءِ نصاب تعليم طور شامل ڪيائون، جيڪو اهو علم اڄ تائين امت جي مذهبي ۽ ديني مدرسن واري درس نظامي ۾ يا ٻين مختلف نالن سان انهن جي نصاب تعليم ۾ پڙهايو پيو وڃي.
انهيءَ زماني واري خلافت عباسيہ جي ٿنڪ ٽئنڪ کي جيڪا فري ميسن جي فڪري رهنمائي حاصل هئي اها اڄ به انهن جي ليٽنسٽ اداري ويٽيڪن سٽي کي حاصل آهي جنهن اداري ۾ اٺويهين صديءَ جي ايامن ۾ هي تجويز پاس ڪئي وئي ته جڏهن ته يهوديت جي مذهب ۾ غير نسل وارن جي داخلا مٿان بندش آهي ان ڪري مسلم امت وارن کي عيسائيت ۾ شامل ڪري دنيا منجهان اسلام ۽ مسلم امت جو نسلي خاتمو ڪيو وڃي ان مقصد لاءِ انهن انڊونيشيا، صوماليا، سوڊان ۽ پاڪستان کي عيسائي بنائڻ لاءِ پنهنجي ٽارگيٽ تي رکي انهن کي عيسائي بنائڻ جو ڪم تيزيءَ سان شروع ڪري ڏنو آهي.

جنهن ڪم لاءِ آمريڪا ۽ سعودي گڏجي مسلم امت لاءِ اسلام جو نئون نصاب تعليم ناهڻ جو ڪم ملڪ سعوديہ جي دارالحڪومت شهر رياض ۾ شروع ڪري ڇڏيو آهي.
هونئن تہ عباسي خلافت قائم ٿيڻ جي شروع دور ۾ اسلام کي مجوسائيز ڪري مسلم امت وارن کي آتش پرست ۽ مجوسي بنائڻ لاءِ بہ حيلا ڪيا ويا جنهن جو هڪ ننڍو مثال تہ امام بخاريءَ جي هڪڙي هيءَ حديث آهي باب من صلى وقدامه تنور او نار اوشيء مما يعبد فاراد به وجه الله عزوجل وقال الزهري اخبرني انس بن مالك قال قال النبي ﷺ عرضت على النار وانا اصلى. (حوالہ بخاري ڪتاب الصلوٰة باب 292) ترجمو: جنهن شخص نماز پڙهي اهڙي حال ۾ جو انجي سامهون تنور هجي يا باهہ پوءِ ارادو ڪري ان مان الله جي رضا جو ۽ زهريءَ چيو تہ خبر ڏني مونکي (هن حديث جي) انس بن مالڪ چيائين تہ فرمايو نبي عليہ السلام تہ پيش ڪئي وئي منهنجي سامهون باهہ اهڙي حال ۾ جو آئون نماز پڙهي رهيو هئس. (هاڻ هن حديث تي تبصرو هر ڪوئي وجي پاڻ ڪري) مطلب تہ باهہ جو تقدس ۽ مجوسي مذهب ۾ باهہ جي عظمت کي هن حديث منجهان جيڪا ٺيڪ ملي آهي جو ٺاٺدن مٿان ماتم بہ انجو حصو بنجي ويو آهي. پر ايڪيهين صديءَ جي شروع ۾ عيسائي مذهب جي پوپ پال آنجهاني بيني ڊڪٽ هندستان جي دوري مهل هي اعلان ڪيو هو تہ ايڪيهين صدي دنيا جي اندر عسائيت جي غلبي جي صدي آهي. سو عسائيت کي غلبي ڏيارڻ لاءِ عالمي سامراج جي مسلم دنيا ۾ جبہ پوش ايجنٽن خود ان هدف کي حاصل ڪرڻ لاءِ ذوالفقار علي ڀٽو کان هن جي اقتدار واري عرصي کي وڌائي ڏيارڻ جي لالچ تي ملڪي قانون ۾ بلاسفيمي لا کي پاس ڪرائي شامل ڪرايو، اها ڳالهہ مونکي ملتان جي جماعت اسلامي جي هڪ رٽائر ڪارڪن ٻڌائي تہ بلاسفيمي لا مودودي صاحب ڀٽي کان پاس ڪرايو.
پوءِ ان معاملي جي اڳتي جي جيڪا مونکي خبر آهي جيڪا مونکي مفتي محمود ٻڌائي تہ اسان نون ستارن جي الائينس وارن جڏهن ڀٽي کي اقتدارتان لاهڻ لاءِ سوڙهو ڪيو تہ هو سڌو مودودي صاحب کي وڃي پيرين پيو تہ هاڻ مونکي بچاءِ تنهن تي مودودي صاحب جواب ڏنس تہ تودير ڪري ڇڏي اڄ ڪلهہ نون ستارن جي اتحاد جو صدر نواب زاده نصرالله آهي اهو منهنجو مخالف آهي ۽ هو منهنجي ڳالهہ ڪونہ مڃيندو. منهنجي خيال ۾ تہ مودودي صاحب جو اهو جواب جان ڇڏائڻ لاءِ هئو نہ تہ مودودي صاحب جي سياسي طاقت انهيءَ کان بہ وڌيڪ هئي. بهرحال عيسائي پوپ پال هندستان جو دورو تہ اڪيهين صديءَ جي شروع ۾ ڪيو هئو ۽ ڀٽي بلاسفيمي لا اٺويهين صديءَ جي پوئين حصي ۾ پنهنجي دور حڪومت ۾ پاس ڪرايو هو. ۽ ان کان پوءِ ان خلافِ قرآن، توهين رسول ۽ توهين مذهب جي بلاسفيمي لا نالي قانون واري ٻج جي آبياري ضياء الحق جي دور حڪومت کان وٺي اڄ تائين جاري آهي جيڪي انجا اصل محرڪ ۽ وارث ڪرائي رهيا آهن ڇو تہ اهو عالم نصرانيت جو اصل فارمولو تہ خلافت ترڪيہ کان عرب ملڪن کي ٽوڙڻ وارن ڏيهن ۾ برطانوي سامراج ان ڪم سان ڊيوٽي تي لڳايل پنهنجي سي آئي ڊي افسرن کي اهو ٽارگيٽ ڏنو هئو تہ اڄ کان وٺي هڪ سو سالن جي اندر دنيا منجهان اسلام ۽ مسلم امت ختم ڪري ڏيکاريو. اها ڳالهہ انقره ۾ رهندڙ سي آئي ڊي آفيسر همفري پنهنجي ڊائري ۾ لکي آهي جيڪا نيٽ تي هر ڪوئي ماڻهو پڙهي سگهي ٿو. سو ملڪ پاڪستان ۾ بلاسفيمي لا هڪ اهو فارمولو آهي جو ان جي تعبيرن ۾ ڪنهن بہ ماڻهوءَ مٿان توهين رسول ۽ گستاخيءَ رسول جو الزام مڙهي ان کي قيد جي سزا کان وٺي ڦاسيءَ

تائين جي سزا ڏيئي سگهجي ٿي پوءِ جڏهن اهڙا ڪيس گهٽا ٿي ويندا ته مسلم ماڻهو مجبور ٿي سزائن کان بچڻ لاءِ چوندا ته اسلام ڇڏي عيسائي بنجون ٿا پوءِ ڪو ته اهڙو وقت به ايندو جو انڊونيشيا جي مشرقي تيمور وانگر ملڪ پاڪستان به مذهب جي نالي تي ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندو. منهنجي معلومات مطابق بنگال ۾ ضياءُ الرحمان جي زال جڏهن وزير اعظم هئي ته اتي جماعت اسلامي وارا ڪوشش ڪري رهيا هئا ته هو ان ملڪ ۾ به پاڪستان وانگر بلاسفيمي لا نافذ ڪرائي ماڻهن کي ڪميونسٽ ۽ دهريو سڏي انهن کي ڦاسيون ڏيارين پر پوءِ جڏهن اليڪشن ۾ مجيب الرحمان جي ڌي جي کٽي اچڻ ۽ وزير اعظم ٿيڻ کان پوءِ اهو خطرو ٽري ويو.

## بلاسفيمي لا جهڙي طرح قرآن جي خلاف آهي اهڙي طرح پاڪستان جي آئين جي به خلاف آهي

پاڪستان جي آئين 1973ع جي آرٽيڪل 227 ۾ لکيل آهي ته هن ملڪ ۾ ڪو به قانون قرآن ۽ سنت جي خلاف نه ٺاهيو ويندو. سو محترم پڙهندڙ پيارو! هن مضمون ۽ ڪالم ۾ جيڪو هاڻ اوهان قرآن حڪيم جي روشني ۾ پڙهي آيا ته رب تعاليٰ پنهنجي ۽ قرآن جي ۽ رسول جي دشمنن سان پاڻ حساب ڪندو ۽ اهو انهن جو گهٽ جهليو بينو آهي اوهان انهن کي دنيا ۾ سزا نه ڏيو. ان ڪان پوءِ هاڻ اوهان فيصلو ڪيو ته ملڪ پاڪستان جي آئين به اهڙي قرآن مخالف قانون سازيءَ کي جڏهن رد ڪري ٺڪرائي ڇڏيو آهي ته پوءِ ملڪي عدالتون خود انهن وٽ آيل اهڙن فيصلن ۽ ڪيسن تي قرآن ۽ پاڪستاني آئين جي مٿئين آرٽيڪل 227 جي روشني ۾ اهڙو ڪيس ئي داخل ڪرڻ سان خود پاڻ مخالف قرآن ۽ ملڪي آئين جو مخالف بنجي وينديو.

ڪراچي قيوم آباد ڪان ڪورنگي وڃڻ وقت رستي ۾ ڪراسنگ اسٽاپ تي جيڪو هڪ وڏو محلو آهي ۽ شهر آهي اتي هڪ منهنجو عمر رسيده مهاجر مرحوم دوست جو گهر هو، جيڪو آؤٽ آف پرنٽ ڪتابن جي فوٽو اسٽيٽ ڪاپيون نهرائي ڪچي بائينڊنگ ڪري اهي ڪتاب شهر جي مختلف فٽ پاٿن تي ويهي وڪڻندو هو جن ۾ ڪيريون ئي سندس قلمي اڻ ڇپيل چوپڙيون به هونديون هئيون جن ۾ انگريزن جي دور جي مذهبي پيشوائن ۽ شخصيتن جي سرڪاري جاسوس هجڻ جا انڪشاف هوندا هئا سو ان پيرسن بزرگ چاچي عبدالصمد ٻڌايو ته مودودي صاحب جيڪو پاڪسان نهڻ کان اڳ ۾ پاڪستان جو سخت مخالف هو اهو سچ پچ ۾ مخالف ڪونه هو انگريزن انکي ڊيوٽي لڳائي هئي ته تون ظاهر ۾ پاڪستان جي هندستان کان ورهاڱي جو مخالف بنجي جمعية علماء هند جي هفتيوار اخبار الجمعية جو ملازم ايڊيٽر بنجي هندستان جي اهم ديوبندي فرقي جي معلومات حاصل ڪر جنهن جو ڪانگريس سان اتحاد آهي انهن کي پنهنجي اعتماد ۾ به قابو ڪر پوءِ جڏهن ورهاڱو ٿي ويندو ته تون جيڪو باء برٿ شيعي مذهب جو آهين ۽ بذريعي تقيه پاڪستان نهڻ کانپوءِ توکي پوري مسلم امت جو ملڪ سعودي سميت پيشوا بنائينداسون. چاڻو ماڻهن جي روايت آهي ته ڪراچي ۾ جيڪا قرارداد مقاصد پاڪستان تيار ڪئي وئي هئي جنهن منجهان مقصد هي ڄاڻائڻ هو ته جيئن ته اسلام جي سيني فرقن جي عالمن جا هن جي تائيد ۾ دستخط آهن انڪري اصل اسلام اهوئي آهي. سو ان قرارداد مقاصد پاڪستان جو متن ۽ مضمون مودودي صاحب لکي تيار ڪيو هو جيڪو ون يونٽ ۽ ٽيهتر جي آئين کان به وڌيڪ بچڙو آهي.